

ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ

ٽائيٽل : خالد سيف الله ڀٽي

ڇاپو ڇهون : 1999ع

ڳاڻيٽو : هڪ هزار

قيمت =/4 رپيا

ملڻ جو هنڌ

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# خدا جو دوست

اج کان ٻوين سال اڳ جي ڳالهہ آهي تہ هڪ ڳوٺ ۾ هڪڙو نيڪ مرد رهندو هو. سڄڻ اخلاقن ۽ نيڪ عملن سبب ڳوٺ جا سڀ ماڻهو هن جي عزت ڪندا هئا.

ان نيڪ مرد کي ٻارهن پٽ هئا. انهن مان ڏهہ پٽ وڏي گهرواريءَ مان ۽ ٻہ پٽ پوئين ننڍي گهرواريءَ مان هئا. اهو ماڻهو پنهنجي اولاد سان ڏاڍو پيار ۽ محبت ڪندو هو. پر وري سڀني کان وڌيڪ پيار پنهنجي ٻارهين نمبر پٽ سان هوندو هوس جنهن جو نالو يوسف هو. يوسف پنهنجن سڀني ڀائرن کان وڌيڪ سهڻو، سلڇڻو نيڪ سيرت ۽ اعليٰ اخلاقن وارو هو. الله سائين هن جي شڪل صورت ڏاڍي سهڻي ٺاهي هئي. انهن خوبين جي

ڪري ٿي پيءُ جي هن سان ٻين پٽن کان وڌيڪ محبت هوندي هئي ۽ ڳوٺ جا ٻيا ماڻهو به هن کي پيارو گهرندا هئا. يوسف جو پيءُ هر وقت هن کي پاڻ سان گڏ ڪنيون وتندو هو. ڪڏهن به هن کي پنهنجن نظرن کان پري ڪونه ڇڏيندو هو. پيءُ جي سٺي تربيت يوسف تي پورو پورو اثر ڪيو هو. ٻين ڀائرن وانگر پنهنجو وقت راند روند ۾ ڪونه وڃائيندو هو. بلڪ هر وقت الله سائين جي يادگيريءَ ۾ پيو گذاريندو هو. انڪري سندس ويڳا ڀائر هن سان ساڙ ۽ حسد ڪندا هئا ۽ هميشه ان تاڙ ۾ هوندا هئا ته ڪنهن نه ڪنهن نموني يوسف کي پنهنجي رستي کان هٽائي ڇڏيون ته جيئن اسان جو پيءُ اسان سان محبت ڪري. ان لاءِ وقت بوقت يوسف جي خلاف ٻيا ڪوڙا منصوبا گهڙيندا هئا. مگر يوسف کي ڪوبه نقصان پهچائي ڪونه سگهندا هئا. نيٺ هنن يوسف کي قتل ڪري ڇڏڻ جي سِٽَ سِٽي ۽ هڪ ڏينهن سڀيئي ڀائر گڏجي

پنهنجي پيءُ وٽ آيا ۽ چيائونس ته بابا سائين اسان شڪار تي تيار ٿيا آهيون اسان جو خيال آهي ته اسان جو ننڍو ڀاءُ يوسف به اسان سان شڪار تي هلي. پيءُ هن کي جواب ڏنو ته نه بابا نه! يوسف کي مان پاڻ کان پري نه ڪندس. توهان پنهنجن شوقن شڪارن ۾ پورا هوندؤ يوسف جو ڪو خيال نه ڪندؤ مون کي خوف آهي ته يوسف کي ڪو جهنگلي جانور نه کائي وڃي. پٽن چيس ته واهه واهه اهو وري ڪيئن ٿو ٿي سگهي جو اسان هيترن سارن ڀائرن جي وچان يوسف کي ڪو نقصان پهچندو؟ اهڙيءَ طرح هو پنهنجي پيءُ کي ڪيترن ڏينهن تائين ايلاز منٿون ڪندا رهيا. نيٺ آخر هڪ ڏينهن هنن پنهنجي پيءُ صبح جو يوسف ۽ سندس ڀاءُ بن يامين کي ساڻ ڪري شڪار جي لاءِ روانا ٿي ويا. رستي ۾ هنن پاڻ ۾ يوسف کي ختم ڪري ڇڏڻ جون ترڪيبون سوچيون جنهن جي ٻاقور بن يامين کي پئجي ويئي ۽ اچي پريشان ٿيو دل ئي دل ۾ چوڻ لڳو ته

مي ڪهڙا ظالم ڀائر ڇئجن جيڪي اسان ننڍن ڀائرن جي پٺيان پئجي ويا آهن؟

اجايو اسان هنن ظالمن سان گڏجي نڪتاسون پر هاڻي ڇا ٿيندو موٽڻ جي به ڪا واهه نه هئي تنهن ڪري هو ويچارو الله سائين کي ٻاڏائڻ لڳو ته يا الله تون هنن ظالمن جي چنبي مان منهنجي معصوم ڀاءُ يوسف کي آزاد ڪراءِ.

سڀ ڀائر جڏهن جهنگل ۾ پهتا ته هنن جي رويي ۾ سختي اچي ويئي ۽ يوسف ۽ سندس ڀاءُ بن يامين کي اجائي ٻجائي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا. يوسف ۽ بن يامين سمجهي ويا ته اڄ هنن جو خير ڪونهي. بهرحال هو پنهنجي الله کي ٻاڏائڻ لڳا. هلندي هلندي جڏهن اهي هڪڙي کوهه وٽ پهتا ته هڪ ڀاءُ صلاح ڏنن ته يوسف کي هن کوهه ۾ اڇلائي ڇڏيو ٻاٿين ٻڏي مري ويندو! ڀائرن کي اها ڳالهه ڏاڍي پسند آئي سو سيني گڏجي هڪڙي رسيءَ سان يوسف جا هٿ پير ٻڌا پوءِ ڏول وانگر

لڙڪائي هن کي کوهہ ۾ لاٿائون. چوندا آهن تہ جنهن کي الله رکي تنهن کي ڪير چکي؟ يوسف کي زنده رهڻو هو تنهن ڪري الله سائين هن جي زنده رهڻ جا اسباب کوهہ جي اندر بہ پيدا ڪري ڇڏيا هئا. کوهہ جي اندر پاڻيءَ ۾ هڪ پٿر جي ڇپ رکيل هئي.ان ڇپ تي يوسف جا پير کپي ويا اهڙيءَ طرح يوسف کي ٿوريون گهٽيون رهڙون تہ آيون پر هن جي جان بچي ويئي. پوءِ ويچارو يوسف ان پٿر جي ڇپ تي ويهي الله کي ٻاڏائڻ لڳو!

ان ڪم ڪان واندا ٿي يوسف جاويڳا ڀائر واپس گهر روانا ٿي ويا جڏهن هو گهر پهتا تہ هو دانهون ڪوڪون ڪرڻ لڳا. انهن جي دانهن تي سندن پيءُ معلوم ڪيو تہ ڇا ٿي ويو جو توهان روئي پٽي رهيا آهيو؟ تنهن تي پٽن پنهنجي پيءُ کي ٻڌايو تہ بابا سائين جڏهن اسان شڪار ۾ مشغول هئاسون تہ پويان هڪڙي بگهڙ اچي يوسف کي جهٽيو. اسان بگهڙ جي پويان ڀڳاسون پر بگهڙ

يوسف سميت وجي جبل جي غار ۾ لڪيو. ثبوت ۾ يوسف جي قميص پيءُ کي ڏيکاريائون جنهن کي هٿ هٿ جي رت هٽي ڇڏي هئي. پٽن جي ڳالهہ تي پيءُ کي اعتبار بلڪل ڪونہ آيو ۽ هو سمجهي ويو تہ پٽن مون سان دغا ڪئي آهي پر هو ڇا ٿي ڪري سگهيو؟ ڏهہ پٽ جيڪي جوان هئا ۽ پيءُ ڪان ڏاڍا هئا تنهنڪري روئي پٽي الله جي رضا تي راضي ٿي ويهي رهيو پر سندس اندر ۾ يوسف جو سور رهجي ويو.

هوڏانهن ويچارو يوسف هڪ رات ۽ هڪ ڏينهن کوهہ ۾ اندر پيو رهيو پر سندس اندر ۾ پؤ پولو ڪونہ پئي ٿيو جو الله سائين هن جي دل کي مضبوط بڻائي ڇڏيو هو.

پيارا ٻارڙو!

ياد رکي ڇڏيو تہ جڏهن ڪوبہ ماڻهو خدا جي رضا تي راضي رهندو آهي تہ ان کي ڪو بہ خوف خطرو ڪونہ هوندو آهي ۽ نہ ئي اهو موت کان

ڊڄندو آهي. يوسف کي بہ اهو يقين هو تہ هن اونداهي کوهہ ۾ مون کي الله سائين پنهنجي حفاظت ۾ رکيو آهي ۽ اڳتي بہ اهوئي نگهبان آهي.

اتفاق سان انهيءَ جهنگل ۾ هڪڙو قافلو اچي لٿو جيڪو واپار سانگي سفر ڪري رهيو هو قافلي وارا ان جهنگل ۾ ڪجهہ وقت آرام ڪرڻ لاءِ ترسي پيا ۽ هتي جا بہ تي ساٿي پاڻيءَ جي ڳولہ ۾ نڪتا ۽ ساڳي ئي کوهہ جي مٿان اچي بيٺا جنهن ۾ يوسف پيل هو. قافلي وارن پنهنجا پنهنجا ڏول کوهہ ۾ لاٿا هڪڙي ڏول ۾ يوسف جا هٿ پئجي ويا ڏول پنهنجي وزن کان وڌيڪ ڳرو ٿي پيو سو ٻن ڄڻن گڏجي ڏول کي ڇڪي ٻاهر ڪڍيو. ڇا ڏسن تہ ڏول سان گڏ هڪ حسين شهزادو نينگر بہ ٻاهر نڪري آيو مسافر وائڙا ٿي ويا تہ هي ڇا ماجرا آهي؟ هن جهنگل ۾ قتل کوهہ مان ههڙي سهڻي ستابي ڇوڪري جو نڪري اچڻ ڪنهن اسرار کان خالي ڪونہ هو! پر يوسف هنن کي ٻڌايو تہ توهان

ڪو خوف نہ ڪريو مان انسان جو ٹي پچڙو آهيان
مون ڪي منهنجا دشمن هن کوهہ ۾ قتو ڪري ويا
آهن. پوءِ تہ مسافر ڏاڍا خوش ٿيا جهمريون هڻڻ
لڳا تہ اسان جو سردار اسان ڪي وڏا وڏا انعام
ڏيندو. هنن ڪان پاڻي تہ ويو وسري جلدي جلدي
جوڪري ڪي ڪڍي وجي پنهنجي سردار جي اڳيان
رکيائون ۽ سردار ڪي سربستي ڳالهہ ڪري
ٻڌايائون. ان زماني ۾ انسانن جو واپار بہ ٿيندو هو
۽ غلامن جي تجارت ڏاڍي فائديمند سمجهي ويندي
هئي. سوداگر غلامن کي خريد ڪري ڏوراهن
ملڪن ڏانهن وجي وڏن اگهن تي کپائيندا هئا.
جهڙي نموني اسان وٽ مينهون ۽ ڳئون کپايون
ويندیون آهن. سردار جڏهن يوسف کي ڏٺو تہ هن
جي خوشيءَ جي ڪا حد نہ رهي ۽ هن ان خوشيءَ
۾ پنهنجن غلامن ۾ انعام ورهايا ۽ جشن ملهايائون
ساري قافلي جا بيا واپاري بہ ان حسين شهزادي کي
ڏسڻ آيا ۽ سوداگر جي بخت تي ريسون ڪرڻ لڳا

چو تہ ھي شھزادو ڪنھن وڏي خزاني ڪان گھٽ ڪونہ ھو. سردار يوسف جي ڏاڍي خاطر مدارت ڪرڻ لڳو ۽ ھن کي ڪارائڻ ۽ پھرائڻ تي خرچ ڪرڻ لڳو. ھن جي اھڙي نموني خدمت چاڪري ڪرڻ لڳا جيئن ڪنھن سٺي ۽ قيمتي جانور جي خدمت چاڪري ڪبي آھي. قافلي جي سردار جو حوڻ ھو تہ اڄ ڏينھن تائين مون جيترا بہ غلام خريد ڪري ڪيا آھن انھن سڀني ۾ ھي غلام وڏيڪ خوبصورت طاقتور ۽ قيمتي آھي. قافلي وارا ٻن سالن تائين يوسف کي گھمائيندا ڦيرائيندا رھيا مگر ڪوبہ ماڻھو ھن جي قيمت ادا ڪري ڪو نہ ٿي سگھيو آخر سفر ڪندا ھڪ ڏينھن وڃي مصر جي ملڪ ۾ پھتا. شھر کان ٻاھر ھنن پنھنجا خيما کوڙيا ھنن کي خبر ھئي تہ غلامن جي وڏي ۾ وڏي منڊي اھائي آھي جتي ھن جي وڏي ۾ وڏي قيمت ملي ويندي. مصر ۾ ھر سال غلامن جي منڊي لڳندي ھئي ۽ پري پري کان ماڻھو خريداري ڪرڻ لاءِ ايندا

هئا ۽ پنهنجي پنهنجي پسند جا غلام خريد ڪري ويندا هئا. مصر جي بادشاهہ جو وڏو وزير بہ غلامن خريد ڪرڻ جو شوقين هوندو هو.

منڊي جي لڳڻ ۾ اڃان بہ ٽي مهينا دير هئي ان وچ ۾ يوسف جي حسن جي هاڪ ملڪان ملڪ پکڙجي وئي هئي سوين هزارين ماڻهو روزانو يوسف کي ڏسڻ لاءِ پيا ايندا هئا ۽ هر ماڻهو جي اها دلي تمنا هوندي هئي تہ الله ڏئي تہ جيڪر يوسف کي خريد ڪري وٺجي. امير کان امير ۽ غريب کان غريب سيئي ماڻهو پيا دعائون گهرندا هئا تہ الله ڪري تہ اهو شهزادو اسان کي ملي وڃي. هڪ ڏينهن بادشاهہ جو اهو وڏو وزير بہ ان غلام شهزادي کي ڏسڻ لاءِ آيو ڏسندي ئي هو يوسف کي خريد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هن دل ۾ خيال ڪيو تہ ڪيتري بہ قيمت لڳندي تہ بہ هو ان شهزادي کي خريد ڪندو. منڊي لڳڻ کان اڳ ئي هن قافلي جي سردار کي تمام وڏي رقم جي آڇ ڪئي مگر قافلي

جي سردار انڪار ڪيو. آخر هڪ ڏينهن منڊي ۾ ٻگي هر هنڌ کان آيل ماڻهن جون اکيون يوسف ۾ کتل هيون. معلوم ائين پئي ٿيو تہ ڄڻ هن سال رڳو ڪيلي يوسف جو سودو ٿيڻو هو. آخر اها گهڙي بہ آئي جنهن گهڙي يوسف جو واڪ شروع ٿي ويو. جيترا پئسا ٻين ماڻهن ڏيڻا ڪيا وڏي وزير انهن کان ٻيڻا پئسا ڏئي يوسف کي خريد ڪري ورتو! ان کان پوءِ يوسف قافلي وارن سيني ماڻهن کان موڪلايو ۽ پنهنجي نئين خريدار مصر جي وڏي وزير جي گهر اچي پهتو. اڄ يوسف ڏاڍو خوش هيو جو هن جي جانورن واري زندگي مان جان آزاد ٿي هئي. هاڻي هو شهزادن وانگر ملڪ جي وڏي وزير جي گهر ۾ پلجڻ لڳو. گهر جا ڀاتي بہ يوسف کي ڀائڻ لڳا ڪڏهن بہ يوسف سان ڪنهن وڏي واڪي ڪونہ ڳالهايو. ڪڏهن ڪڏهن يوسف جو مالڪ يوسف کي پنهنجي بادشاهہ جي دربار ۾ بہ وٺي ويندو هو جتي سڀ امير سفير ۽ درٻاري يوسف جي

حسن ۽ اخلاق جون تعريفون ڪندا هئا. ايتري عزت ڪان پوءِ بہ شايد يوسف جي تڪليفن جا ڏينهن ڪونہ گذريا هئا!

پيارا ٻارڙو! پوءِ ڇا ٿيو؟ وڏو وزير جيترو ڀلو ماڻهو هوندو هو هن جي زال وري اوتروئي خراب ۽ گندي عورت هوندي هئي. جنهن ڏينهن ڪان يوسف هن جي گهر ۾ آيو هو ان ڏينهن ڪان وٺي هن بي حياءِ عورت يوسف ۾ بريون نظرون وڌيون. اشارن اشارن ۾ پنهنجي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي هيس. مگر يوسف پاڪ ۽ معصوم انسان هو تنهنڪري هن جي مٿان انهن برين نظرن ۽ اشارن جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيندو هو. گهرجي ڪم ڪار ڪان واندو ٿي وري هو پنهنجي الله جي عبادت ۾ مصروف ٿي ويندو هو ۽ ڪجهہ وقت وري پاڻ جهڙن نوڪرن ۽ غلامن سان راند روند ڪندو هو. ڪڏهن بہ اڪيلو ڪونہ گذاريندو هو تہ متان هن شيطان عورت جي ورنہ چڙهي وڃان. گويا الله تعاليٰ هن شهزادي کي هر

غلط ڪم ڪان محفوظ رکيو هو. اهڙي نموني هڪ سال گذري ويو مگر وڏن ڪوشش جي باوجود به اُها عورت يوسف تي غالب ٿي نه سگهي تنهنڪري ساڙ ۽ حسد ۾ پئي جلندي پچندي هئي. نيٺ هڪ ڏينهن هن پنهنجي مڙس کي ڏانهن ڏني ته هن تنهنجي نوڪر يوسف مون کي هٿ وڌا آهن. وڏي وزير کي اها ڳالهه سمجهه ۾ ئي ڪونه پئي آئي ڇو ته يوسف ان قسم جو انسان ڪونه هو بلڪ پوري مصر ملڪ ۾ اهڙو ڪو ٻيو انسان ڪونه هو. پر وڏي وزير کي پهنجي زال ايترو تنگ ڪيو جو وڏي وزير مجبور ٿي حڪم ڪرائي يوسف کي جيل ۾ وجهرائي ڇڏيو!

پيارا ٻارڙو ! ڏسو الله سائين جي بيپرواهي جو پنهنجن پيارن انسانن کي ڪيئن ٿو تڪليفن ۾ وجهي! نازن ۽ نعمتن سان پليل، سيني ڪان وڌيڪ خسين ۽ نازڪ مزاج نوجوان کي اڄ جيل ۾ به ويٺو پيو. اها ٻي وڏي مصيبت هئي جنهن ۾ يوسف

گرفتار ٿيو هو. جيل ۾ وڃڻ کان بعد اڳ وانگر يوسف کي ذري برابر ڏک ڪونہ ٿيو هو. ڇو تہ هو هر مصيبت الله جي طرفان امتحان سمجهندو هو. پر هائي تہ يوسف راضي بہ هو ڇو تہ هن دل ۾ چيو تہ شيطان ۽ بدچال عورت جي رفاقت کان جيل ۾ وڃڻ بهتر آهي. جيل ۾ يوسف بلڪل مطمئن زندگي گذاري رهيو هو ڇو تہ هو پين وانگر ڪو گناهہ ڪري جيل ۾ ڪونہ آيو هيو بلڪ بلڪل بي ڏوهي هو.

جيل ۾ اچڻ کان بعد يوسف کي الله جي يادگيري جو اجان بہ وڌيڪ وقت ملي ويو. هن جي اخلاق شرافت ۽ عبادت کي ڏسي جيل جا ٻيا قيدي هن جا معتقد ٿي ويا هئا. يوسف بہ جيل جي سيني قيدين جي وڏي عزت ۽ احترام ڪندو هو. هر هڪ قيديءَ سان ڏاڍي قرب ۽ پيار سان پيش ايندو هو ۽ هر وقت هنن کي پيو تبليغ ڪندو هو. تنهنڪري ٿوري ئي وقت ۾ سڄي جيل ۾ يوسف جي واڪاڻ ٿي

ويئي. جيل جا قيدي ۽ پهريدار سڀ جو سڀ يوسف جو ادب ڪندا هئا. هر هڪ ڪم ۾ هن کان صلاحون وٺندا هئا. جيل جي قيدين يوسف جي تبليغ ۽ سمجهاڻي کان بعد هن سان وعدو ڪيو هو تہ هاڻي هو جڏهن بہ آزاد ٿي ٻاهر نڪرندا تہ ڪوبہ گناهہ جو ڪم ڪونہ ڪندا جيل ۾ رهندي يوسف کي ڪيترائي سال گذري ويا هئا ان عرصي ۾ حڪومت جا وزير سفير ۽ درٻاري ماڻهو سڀ يوسف کي وساري ويٺا هئا.

هڪ ڏينهن ڇا ٿيو جو ان ملڪ جي بادشاهہ صبح جو سوير پنهنجن وزيرن سفيرن ۽ درٻارين کي ڪوٺرايو ۽ انهن کي ٻڌايائين تہ رات مون هڪ خوفناڪ خواب ڏٺو آهي اوهان مون کي ان جي تعبير ڪري ڏيو! اهو ٻڌي سڀني جا منهن ڦري ويا ڇالا ڪنهن کي تعبير جو علم هجي تہ بادشاهہ کي خواب سڌو ڪري ڏين. سڀني وزيرن سفيرن انڪار ڪيو. بادشاهہ ڏاڍو اچي پريشان ٿيو نہ ماني ٿي

ڪاڏائين ۽ نہ آرام تي ڪيائين هر وقت ان پريشاني ۾ هو تہ الائي ڇا ٿيندو؟ ان حال ۾ ٻہ ٽي ڏينهن گذري ويا. بادشاهہ پريشان ٿيو تہ ڄڻ پورو ملڪ پريشان ٿي ويو! هڪ ڏينهن بادشاهہ جي بورچي بادشاهہ سلامت جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ سائين! مون کي اجازت ملي تہ عرض ڪريان.

بادشاهہ حڪم ڪيو تہ اجازت آهي. بورچي هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ سائين مان جيل ۾ هڪڙي اهڙي ماڻهو کي ڏٺو آهي جيڪو اسان کي جيل ۾ پنهنجن پنهنجن خوابن جي تعبير ڪري ٻڌائيندو هو جيڪي سچون نڪرنديون هيون. اها ڳالهہ ٻڌي بادشاهہ هڪدم حڪم ڪيو تہ جيل مان يوسف نالي قيدي کي وٺي اچو. بادشاهہ جي حڪم تي يوسف کي بادشاهہ جي دربار ۾ حاضر ڪيو ويو. بادشاهہ يوسف جي اڳيان پنهنجي خواب جو ذڪر ڪيو ۽ ان جي تعبير ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو. يوسف بادشاهہ کي ٻڌايو تہ توهان جي ملڪ تي ايندڙ ٽن

چئن سالن ۾ تمام سخت ڏڪر پوندو. برساتون پوڻ بند ٿي وينديون فصل ڪونہ ٿيندا تنهنڪري ٻن ٽن سالن تائين پيدا ٿيندڙ فصل خريد ڪري گدامن کي ڀرائي ڇڏيو. پوءِ قناعت سان خرچ ڪندا رهو تہ جيئن ڏڪر وقت اوهان کي تڪليف نہ ٿئي! يوسف جي واتان پنهنجي خواب جي تعبير ٻڌي بادشاهہ کي اعتبار آيو پر پوءِ بہ يوسف کي چيائين تہ جيڪڏهن اها تعبير سچي نڪتي تہ توکي جيل مان آزاد ڪنداسون ۽ انعامن اڪرامن سان نوازينداسون.

ان ڪانپوءِ بادشاهہ سڄي ملڪ ۾ پڙها ڏياريا تہ جنهن بہ ماڻهو وٽ پنهنجي کاڌي کان وڌيڪ اناج موجود آهي تہ اهو سرڪاري گودام ۾ جمع ڪرائي رقم وٺي وڃي. ماڻهن بادشاهہ جي حڪم تي پنهنجو پنهنجو اناج جمع ڪرايو. ٿوري ئي وقت ۾ بادشاهہ جا گودام اناج سان ڀرجي ويا. ٿوري عرصي کان بعد الله سائين يوسف واري ڳالهہ کي سچ

ڪري ڏيڪاريو ۽ سال ڪان بعد ڏڪر جا آثار نظر اچڻ لڳا. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اهي خبرون اچڻ لڳيون ته برسات ڪونه پئي آهي تنهنڪري هن سال فصل تمام گهٽ ٿيندو ۽ نيٺ اهو وقت به آيو جو ماڻهو اناج جي لاءِ بادشاهه جي دربار ۾ اچڻ لڳا ۽ واقعي ٽن چئن سالن ۾ اهڙي حالت ٿي جو ماڻهو ماڻهو کي کائڻ پيو اچي. بادشاهه يوسف جي چوڻ تي ڏڪر کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳ ۾ ئي بندوبست ڪري ڇڏيو هو. تنهنڪري بادشاهه حڪم ڪري ڇڏيو ته جنهن کي جيترو اناج گهرجي ته خزاني ۾ پيسه جمع ڪرائي اناج وٺي وڃي. نيٺ هڪ ڏينهن بادشاهه کي قيدي يوسف جو خيال ٿيو ۽ داروغن کي حڪم ڪري يوسف کي دربار ۾ گهرائي ورتائين ۽ چيائين ته يوسف تو واري خواب جي تعبير سچي نڪتي آهي تنهنڪري هاڻي اسان انهن اناج جي گودامن ۽ خزانن جون چابيون تنهنجي حوالي ٿا ڪريون! يوسف پنهنجي ان

ذميواري کي اهڙو تہ سنو نڀاهيو جو ملڪ جا ماڻهو يوسف کي دعائون ڪرڻ لڳا ۽ ملڪان ملڪ يوسف جي هاڪ ٿيڻ لڳي. بادشاهہ يوسف جي ڪم ڪان ايترو تہ راضي ٿيو جو هڪڙي ڏينهن دربار گهرائي ان ۾ اعلان ڪيو تہ اڄ ڪان بعد هن ملڪ جو بادشاهہ يوسف آهي ۽ پوءِ يوسف جي تخت نشيني جو اعلان ڪيو ويو. ان ڏينهن دربار ۾ اهو وڏو وزير ۽ ان جي زال بہ موجود هئا جن يوسف کي خريد ڪيو ۽ پوءِ وري جيل ۾ وجهرايو هو. ان وڏي وزير جي زال دربار ۾ اعلان ڪيو تہ مون جيڪو يوسف تي الزام لڳايو هو اهو بلڪل ڪوڙو هو. يوسف بلڪل پاڪ صاف آهي ۽ مان بد ڪاري ۽ بي حياءُ هيس! ان ڪان پوءِ ماڻهن جي اندر ۾ يوسف جي خلاف جيڪي شڪ شبهہ هئا اهي بہ بلڪل صاف ٿي ويا.

ڏڪار جو اثر پري پري تائين پهچي چڪو هو اهي علائقا بہ ڏڪار هيٺ اچي ويا هئا جتي يوسف

جو پيءُ ۽ ڀائر رهندا هئا. جڏهن اتان جي ماڻهن
کي اها خبر پئي تہ ڀرواري ملڪ مصر ۾ اناج
تقسيم ٿي رهيو آهي تہ يوسف جي ڀائرن بہ پنهنجا
اٺ پلاڻيا ۽ سفر ڪندا هڪ ڏينهن اچي مصر ۾
پهتا. رات جو وقت هو شهر جا سڀ دروازا بند ٿي
چڪا هئا تنهنڪري هو شهر ڪان ٻاهر هڪ سراءِ
۾ ترسي پيا. صبح جو سوير جيئن ئي شهر جا
دروازا کليا تہ هو شهر ۾ داخل ٿيا ۽ وڃي حاڪم
جي اڳيان پنهنجي حاجت پيش ڪيائون. يوسف هنن
کي ڏسڻ شرط سڃاڻي ورتو تہ اهي منهنجا ڀائر
آهن.

پيارا ٻارو ! ڏٺو اوهان !!! الله جو شان ڪهڙو نہ
نرالو آهي؟ جو جن ڀائرن يوسف کي ماري ختم
ڪري ڪوهہ ۾ ڦٽو ڪيو هو اڄ اهي ئي ڀائر ان
يوسف جي اڳيان قسطو ڪنيون بيٺا آهن.

سبحان الله ! الله سائين جي اهڙي وڏي مهرباني
تي خود يوسف بہ دل جو دل ۾ الله سائين جا

شڪرانو ادا ڪري رهيو هو. يوسف پنهنجن هٿن
سان انهن کي اناج ڏنو ۽ چيائين تہ پيهر بہ جڏهن
توهان جو ان کٽي تہ وري وٺڻ اچجو. يوسف کي
ابترو مهربان ۽ شفيق ڏسي هنن يوسف کي عرض
ڪيو تہ اسان جو هڪ ٻيو ڀاءُ بہ آهي جيڪو گهر
ڇڏي آيا آهيون ان جي لاءِ بہ اسان کي اناج ڏيو!
يوسف هنن کي چيو تہ ٻئي دفعي ان کي ساڻ ڪري
اچجو تہ ان کي بہ ڏيندا سون. اهو جواب ٻڌي هو
سڀ خاموش ٿي ويا ۽ پنهنجي ڳوٺ روانا ٿي ويا
جڏهن گهر پهتا تہ پنهنجي پيءُ کي سچو قصو
ڪري ٻڌايائون ۽ مصر جي بادشاهہ جي سخاوت
جون ڏاڍيون تعريفون ڪيائون ۽ چيائونس تہ ٻئي
دفعي جڏهن اناج وٺڻ لاءِ وڃون تہ بن يامين جي
پانهن بہ اسان کي ڏجانءِ تہ ان جو بہ اناج وٺي
ايندا سون. مگر سندن پيءُ صاف انڪار ڪيو تہ بن
يامين کي اوهان سان ڪونہ موڪليندس ڇو تہ اڳ
بہ اوهان منهنجي پياري پٽ يوسف کي وڃائي ڪري

آيا هيؤ. وقت گذرندو رهيو ڪجهہ عرصي کان بعد
هنن جو اناج اچي کٽو ۽ هنن وري مصر وڃڻ جون
تياريون ڪيون ۽ پنهنجي پيءُ کي چيائون تہ ابا
اسان کي بن يامين جي پانهن ڏي مگر پيءُ هنن کي
صاف انڪار ڪري ڇڏيو پر پوءِ پٽن هنن کي
سخت تنگ ڪيو ۽ قسم کڻي باور ڪرايائونس تہ
بابا اسان بن يامين کي ڪونہ وڃائينداسو تون اسان
تي اعتبار ڪر. جڏهن سندن پيءُ تنگ ٿي پيو تہ
هنن پاڙي وارن ماڻهن کي پارت ڪئي تہ ادا توهان
هنن سان ساڻ وڃي رهيا آهيو مهرباني ڪري منهنجي
پٽ بن يامين جو خيال ڪجو توهان کي مان پارت
ٿو ڪريان. نيٺ ٻئي ڏينهن تي سڀ ڀائر ڳوٺ وارن
جي قافلي سان گڏجي مصر روانا ٿي ويا. هوڏانهن
ڀائرن جي وڃڻ کان بعد يوسف الله کي ٻاڏائي رهيو
هيو تہ الله ڪري تہ جيڪر منهنجو ڀاءُ بن يامين بہ
اچي، پر ڪيس اهو بہ شڪ هو تہ هن جو پيءُ بن
يامين کي ويڳن ڀائرن سان ڪونہ ڇڏيندو مطلب تہ

يوسف هر وقت ان انڻ تنڻ ۾ رهندو هو.

ڪجهہ عرصي ڪان بعد جڏهن يوسف جا ڀائر اناج وٺڻ لاءِ مصر پهتا ۽ يوسف پنهنجي سڳي ڀاءُ بن يامين کي ڏٺو تہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ الله جا شڪر ڪرڻ لڳو. جنهن سالن ڪان بعد هن کي هن جو ڀاءُ ڏيکاريو هو.

بن يامين بہ ٻين ڀائرن وانگر پنهنجي ڀاءُ يوسف کي ڪونہ سڃاتو پر يوسف هن کي ڏسڻ شرط سڃاڻي ورتو هو. يوسف جو خيال ٿيو تہ پنهنجي ڀاءُ کي سڄي قصي ڪان واقف ڪريان تنهن ڪري موقعو ڪڍي بن يامين کي پنهنجن ڀائرن ڪان الڳ ڪري هن کي ساري قصي ڪان واقف ڪيائين. بن يامين ۽ يوسف پاڻ ۾ جو ڀاڪر پائي مليا تہ ٻڪين پئجي ويا ۽ خوب هڪ ٻئي جو سڪون لاٿائون. يوسف بن يامين ڪان پنهنجي پيءُ جي متعلق سوال ڪيو. بن يامين يوسف کي ٻڌايو تہ بابا سائين زنده تہ آهي پر تنهنجي فراق ۾ هن جي صحت ختم ٿي

ويئي آهي ۽ اکين کان بہ ويهجي ويو آهي. بن يامين پنهنجن ويڳن ڀائرن جي ناانصافين جون بہ خبرون ڏنيون اهڙيءَ طرح ويهن ٻاويهن سالن جي جدائيءَ کانپوءِ هڪٻئي سان ملي ڀائر ڏاڍو خوش ٿيا. يوسفِ پنهنجي ڀاءُ کي دلجاءِ ڏني تہ فکر نہ کر هاڻي اسان جي غمن جا ڏينهن گذري ويا آهن الله ڀلي ڪندو. ان کان پوءِ يوسف بہ پنهنجي ڀاءُ کي الف کان ي تائين سڄو قصو ڪري ٻڌايو جيڪو هن سان ٿي گذريو هو. اهي ڳالهيون ٻڌي بن يامين جا لونءَ ڪاندارجي ويا ۽ هن چئي ڏنو تہ ادا توکي شاباس آهي جو تو ايترا سارا سور سٺا آهن پوءِ يوسف بن يامين کي چيو تہ مان هڪ ترکيب ڪري توکي پاڻ وٽ ترسائيندس تنهنڪري ڪو بہ واقعو ٿئي تہ تون نہ ګهبرائجانءِ.

يوسف چا ڪيو جو هڪڙو بادشاهي پيالو بن يامين جي سامان ۾ رکرائي ڇڏيو. صبح تي پوليس کي حڪم مليو تہ بادشاهي پيالو غائب ٿي ويو آهي

ان جي ڳولها ڪئي وڃي. سڀ پوليس چرپر ۾ اچي وئي. ٻاهريان قافلا جيڪي وڃڻ وارا هئا انهن کي روڪيو ويو، ۽ پڙهو ڏياريو ويو تہ بادشاهہ جو پيالو غائب ٿي ويو آهي جيڪو آڻي ڏيندو انکي انعام ڏنو ويندو. سپاهين ڳولها ڪندي ڪندي وڃي بن يامين جي سامان مان پيالو ڪڍيو ۽ بن يامين کي گرفتار ڪري بادشاهہ کي ٻڌايائون. بادشاهہ قافلي وارن کي گهرايو ۽ حڪم ڪيائين تہ بابا اسان جو ڏوهي اسان کي مليو آهي هاڻي توهان هليا وڃو. بن يامين جي ڀائرن ۽ ڳوٺ جي ٻين ماڻهن گڏجي بادشاهہ کي عرض ڪيو تہ سائين بن يامين جو پيءُ ويچارڙو اڳيئي مرڻ جي ڪنڌيءَ تي اچي پهتو آهي ويتر جو اها ڳالهہ ٻڌندو تہ هن جو دم نڪري ويندو تنهنڪري بن يامين کي معاف ڪريو يا وري بن يامين جي بدلي ۾ ٻئي ڪنهن ڀاءُ کي روڪي رکو. يوسف هن کي چيو تہ ڇا ڪجي جو مصر جو قانون ئي اهڙو آهي تہ جيڪو ڪري سو لوڙي.

جڏهن بن يامين جا ڀائر ۽ ڳوٺاڻا بن يامين کي ڇڏائڻ ۾ ناڪام ويا ته پوءِ واپس ڳوٺ روانا ٿي ويا، ۽ پوءِ جڏهن واپس گهر پهتا ته، پنهنجي پيءُ کي سڄو قصو ڪري ٻڌايائون ۽ اهو به چيائون ته بابا اسان بن يامين کي چوري ڪندي ڪونه ڏٺو هو. پر هن جي سامان مان بادشاهي سونو پيالو نڪتو هو. تنهنڪري هن کي سزا طور بادشاهه پاڻ وٽ روڪي ڇڏيو آهي. بابا سائين توهان ڀلي ڳوٺ وارن کان پڇا ڪري ڏسو انهن به بن يامين کي آزاد ڪرڻ لاءِ بادشاهه کي ڏاڍيون منٿون ڪيون هيون.

سندن پيءُ اها ڳالهه ٻڌي ٿڌو ساهه ڀريو ۽ پٽن کي چيائين ته بابا مان اوهان کي اڳيم ئي روڪيان پيو ته بن يامين کي نه وٺي وڃو پر توهان منهنجي هڪ به نه ٻڌي هاڻي توهان مون کي تباهه ڪري ڇڏيو، منهنجا ٻئي دل وارا پٽ وڃائي ڪري آيؤ به ٿي ڏينهن روئي پٽي نيٺ ڪراڙو خاموش ٿي ويو. ڪجهه ڏينهن کان بعد وري اهي يوسف جا

ڀائر اناج وٺڻ لاءِ تيار ٿي ويا ۽ جڏهن مصر پهتا تہ يوسف کي عرض ڪيائون تہ سائين اسان ڏاڍا غريب آهيون اسان وٽ پئسا بہ ڪونہ آهن تنهنڪري اسان کي اناج خيرات ۾ ڏنو وڃي.

اسان جو پيءُ پنهنجي پٽ جي ڏک ۾ اڳيئي ٻي حال ٿي ويو آهي اسان انکي اڪيلو ڇڏي باربار اناج لاءِ اچي ڪونہ سگهنداسون تنهنڪري جيڪا مهرباني ڪرڻي هجيو اها ڪريو اوهان بادشاهہ آهيو الله اوهان کي گنج ڏيئي ڇڏيا آهن.

يوسف اهو ٻڌي پنهنجن ڀائرن کان سوال ڪيو تہ ظالمو توهان کي ڪجهہ خبر بہ آهي تہ توهان ڪيڏا وڏا گنهگار آهيو؟ توهان پنهنجي ڀاءُ يوسف سان ڪهڙو ظلم ڪيو هو؟ اهو ٻڌي سڀ ڀائر وائڙا ٿي ويا ۽ دانهون ڪرڻ لڳا تہ نہ سائين اهو سچو ڪوڙ آهي اهو بہ اوهان کي اسان جي انهيءَ ڀاءُ بن يامين ٻڌايو هوندو.

حقيقت اها آهي تہ اهو اسان جو ويڳو ڀاءُ آهي

۽ اسان سان ان جي ڪونہ لڳي تنهنڪري اسان جي خلاف اوهان کي ڀڙڪايو اٿائين نہ تہ حقيقت اها آهي تہ يوسف کي تہ بگهڙ ڪائي ويا هيا! تنهن تي يوسف هنن کي چيو تہ او ڪم عقلو ! توهان ڳالهايو ڇا ٿا پيا؟ توهان کي ڪا خبر بہ آهي تہ مان ئي تہ اهو يوسف آهيان جنهن کي توهان جي بقول بگهڙ ڪائي ويا هيا! بس! اهو ٻڌي سڀ ڀائر خاموش ٿي ويا. سندن ڪنڌ هيٺ ٿي ويا سندن منهن ڦق ڦق ڪري رهيا هئا زمين جاءِ نہ ٿي ڏنن نہ تہ سڀ جو سڀ زمين ۾ هليا وڃن. ان ڪان پوءِ يوسف پنهنجن ڀائرن کي ڀاڪر پاتا ۽ سندس اکين مان ڳوڙها ڪري پيا. سڀ جو سڀ ڀائر ڏاڍا شرم سار ٿيا ۽ يوسف جي پيرن تي ڪري پيا ۽ معافيون گهرڻ لڳا. يوسف هنن کي معاف ڪيو پوءِ پنهنجو چولو هنن کي ڏنائين ۽ ڪين چيائين تہ هي چولو بابا سائينءَ جي اکين تي رکندؤ تہ هن جي اکين جي نظر واپس اچي ويندي ۽ پوءِ بابي ۽ ڪٽنب جي ٻين

ڀاتين کي وٺي هتي هليا اچو. الله اسان تي راضي ٿيو آهي هن اسان کي بادشاهي ڏئي ڇڏي آهي.

يوسف جا ڀائر ڏاڍا خوش ٿيا ۽ جلدي جلدي وڃي ڳوٺ پهتا ۽ پهچڻ سان يوسف جو ڏنل چولو وڃي پنهنجي پيءُ جي اکين تي رکيائون يوسف جي والد چيو اڙي بابا هن چولي مان ته مون کي يوسف جي پگهر جي خوشبوءِ اچي رهي آهي. ڪراڙي جي اکين جو نور موٽي آيو. سندس پٽ خوشيون ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجي پيءُ کي ياڪر پائي چوڻ لڳا ته ابا يوسف جيئرو آهي ۽ يوسف مصر جو بادشاهه آهي ۽ بن يامين به ان وٽ آهي ۽ توهان کي يوسف پاڻ وٽ گهرايو آهي. پوءِ تياريون ڪري يوسف جو پيءُ پنهنجي سڄي ڪٽنب سان مصر روانو ٿيو. جڏهن اهو خاندان مصر پهتو ته يوسف هنن جو شاندار استقبال ڪرايو ۽ به ٽي ڏينهن خوشيءَ جا جشن ملهايا ويا پوءِ يوسف پنهنجي پيءُ کي پاڻ سان گڏ بادشاهي تخت تي ويهاريو. اهڙي طرح سالن کان

پوءِ اهو وچڙيل خاندان وري پاڻ ۾ ڪير ڪنڌ ٿي ويو.

ٻارڙو!

توهان کي خبر آهي تہ يوسف ڪير هو؟

يوسف الله جو نبي حضرت يوسف عليه السلام هيو ۽ يوسف جو والد بہ الله جو پيغمبر حضرت يعقوب عليه السلام هيو جيڪو حضرت اسحاق جو پٽ هو ۽ حضرت اسحاق حضرت ابراهيم جو فرزند هو.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)